# مالي سزا جي تعزيري حيثيت جي باري ۾ مسلمان عالمن جي اختلافي بحثن جو تنقيدي جائزو

# A CRITICAL ANALYSIS OF CONTROVERSY OF MUSLIM JURISTS ON FINANCIAL PENALTY

ڊاڪٽر بشير احمد رند *
ام ڪلثوم رند **

**DOI:** 10.6084/m9.figshare.3412681
**Link:** https://dx.doi.org/10.6084/m9.figshare.3412681.v1

**ABSTRACT:**

*There are certain people who by nature are righteous and virtuous remain away from crimes. While, there are some other waspish people who do not abjure from crimes until they are punished. Otherwise they will be not only encouraged but will also pursue others to commit crimes. For such crimes Quran and Sunnah had told punishment: called Hudood. Whereas for certain other crimes punishment is not mentioned, its authority is handed over to the religious scholars, jurists and judges to determine suitable penalty so that criminals not only remain away from crimes but it also became a warning to others. Among such punishments one is Financial Penalty, which has been exercised in every country throughout the centuries. Whereas seeing ruler's avaricious, covetous and unjustness some scholars have forbidden Financial Penalty as illegal.*

*In this view, the present paper critically analyses the controversy of Muslim Scholars on legal position of Financial Penalty.*

**KEYWORDS:** Financial, Penalty, Punishment, Jurists, Quran, Sunnah

**ڪليدي لفظ:** مالي ، چٽي، سزا، فقهاء، قرآن ، سنت

معاشري ۾ امن ۽ امان برقرار رکڻ ۽ ڏوهن تي قابو پائڻ لاءِ منطقي طور تي (Logically) ٻه ئي طريقا آهن: هڪ هي ته انسان جي اهڙي ته ديني ۽ اخلاقي تربيت ڪئي وڃي جو هو ڏوهه ڪي ڏوهه سمجهي ازخود ان کان رڪجي وڃي، ٻيو هيءَ ته قانون جي پڪڙ يعني سزاجي ذريعي کيس ڏوهن کان روڪيو وڃي. اسلام ڏوهن تي قابو پائڻ جي سلسلي ۾ اهي ٻئي طريقا اختيار ڪيا آهن.

* ايسوسيئيٽ پروفيسر شعبه اسلامڪ ڪلچر سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو برقي پتو: bashir_rind2006@yahoo.com
** ليڪچرر ايس. ايم. بي. بي ڪيمپس دادو برقي پتو: umekulsoom15@gmail.com

ديني تربيت ۾ حرص، هوس،خود غرضي ۽ دنيا پرستي جي بجاءِ صبر،شڪر، ڪفايت شعاري ،انسانيت جي احترام ۽ حسنِ اخلاق جهڙين خوبين جو درس ڏئي ٿو ۽ انسان کي اهو احساس ڏياري ٿو ته هو جيڪو به عمل ڪري رهيو آهي تنهن کي سندس خالق ڏسي رهيو آهي ۽ ان جا نگران فرشتا ان جي هر عمل کي هڪ دفتر ۾ محفوظ ڪري رهيا آهن ۽ کيس اهو احساس ڏياري ٿو ته هو دنيا جي نظرن کان ته بچي سگهي ٿو پر الله تعاليٰ ۽ ان جي مقرر ڪيل فرشتن جي نگاهن کان بچي نه ٿو سگهي ۽ قيامت جي ڏينهن کيس هرهڪ عمل جو حساب ڏيڻو پوندو. ۽ اها ديني تربيت انسان جي ڪردار سازي ۾ اهم ڪردار ادا ڪري ٿي.

پر معاشري ۾ ڪي اهڙا ماڻهو به هوندا آهن جن جي دلين ۾ ديني تربيت جو اثر نه ٿيندو آهي،کين خدا جو خوف يا معاشري جو ڪو به حيا ۽ شرم نه هوندو آهي،ان ڪري اهڙي قسم جي ماڻهن کي اسلام قانون جي پڪڙ يا سزاجي طاقت جي ذريعي ڏوهن کان روڪي ٿو،چو ته اهڙن ماڻهن کي جيڪڏهن سزاجي ذريعي ڏوهن کان نه روڪيو ويو ته نه رڳو اهي معاشري جي انتشار ۽ بي چيني جو سبب بڻبا پرانهن کي ڏسندي ڏسندي ٻيا به ڪيترا ئي اهڙا عناصر پيدا ٿي پوندا جيڪي سماج جو سڪون ۽آرام تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيندا،ان ڪري اسلام معاشري جي اجتماعي مفادکي سامهون رکندي اهڙن شر پسند عنصرن کي ڏوهن کان روڪڻ لاء سزا جوطريقو به اختيار ڪيو آهي.

سزا هڪ طرف ڏوهي کي ڏوه کان روڪڻ جو ڪارڻ هوندي آهي ته ٻئي طرف ڏوه نه ڪندڙ فردن لاء عبرت جو سبب پڻ هوندي آهي.سزا ڏوه کي وري وري ٿيڻ ياوڌيڪ ٿيڻ کان روڪيندي آهي ڇاڪاڻ ته سزاهڪ اهڙو فعل آهي جنهن کي اکيون ڏسنديون آهن ۽ حواس محسوس ڪندا آهن،ان ڪري ان جي اثراندازي زيادهه هوندي آهي.اهو ئي سبب آهي جو ڏوهارين کي ڏوهن کان روڪڻ يا ڏوهن تي ڪنٽرول ڪرڻ لاء هر مذهب ۽ هر ملڪ جي نافذ قانون ۾ هميشه کان سزائن جو طريقو رائج رهيو آهي.

قرآن ۽ سنت ۾ ڪجهه سزائون مقرر ٿيل آهن،جن کي حدود چيو ويندو آهي پر ڪجهه سزائون طئي ٿيل نه آهن،ان ڪري وقت جي عالمن،مجتهدن ۽ ججن کي اهو اختيار ڏنو ويو آهي ته اهي ڏوهن جي نوعيت ۽ ڏوهارين جي ڪيفيت کي ڏسي انهن لاءِ مناسب سزائون تجويز ڪن ۽ اهڙين سزائن کي تعزير چيو ويندو آهي. تعزيري سزائن ۾ هڪ مالي سزا به آهي،جيڪا هر دور ۽ هر ملڪ ۾ رائج رهي آهي،مگر ڪجهه حڪمرانن جي حرص ،هوس ۽ بي اعتدالين کي ڏسي ڪري ڪجهه عالمن ان کي ماڳهين ناجائز ٺهرايو. اسين پنهنجي هن تحقيق ۾ مالي سزا جي تعزيري حيثيت جي باري ۾مسلمان عالمن جي اختلافي بحثن جو

تحقيقي جائزو پيش ڪنداسين.

## مالي سزاجي تعزيري حيثيت:

**مالي سزا جي باري ۾ علماء ڪرام جا ٻہ رايا آهن.**

هڪ راءِ اها آهي تہ مالي سزا جائز نہ آهي. ٻي راءِ اها آهي تہ مالي سزا جائز آهي.

هيٺ هر هڪ ڌر ۽ان جا دليل ذڪر ڪري آخر ۾ قابلِ ترجيح راءِ ذڪر ڪئي ويندي.

## مالي سزا جي ناجائز هجڻ جا قائل فقيہ سڳورا ۽ سندن دليل:

حنفي علماء مان امام ابوحنيفہ ۽ امام محمد رحمۃ الله عليهما مالي سزا کي جائز نہ ٿا سمجهن,اهڙي طرح امام شافعي رحمۃ الله عليہ جو مذهب بہ اهوئي آهي,امام احمد بن حنبل ڪجهہ مسئلن ۾ مالي تعزير کي ناجائزسمجهن ٿا ۽ امام مالڪ جو بہ هڪ قول اهو آهي.[1]

هوءِ پنهنجي راءِ جي حمايت ۾ هيٺيان دليل پيش ڪن ٿا

الله تعاليٰ جو ارشاد آهي:

١. يا ايها الذين امنوا لا تاكلوا اموالكم بينڪم بالباطل.[2]

"اي ايمان وارئو! پاڻ ۾ هڪٻئي جا مال ناجائز طريقي سان نہ کائو."

٢. ولا تأكلوا اموالكم بينڪم بالباطل وتدلوا بها الي الحكام[3]

" ۽ پاڻ ۾ هڪٻئي جا مال ناجائز طريقي سان نہ کائو ۽ نہ ان کي حاڪمن تائين(رشوت طور) پهچايو."

باطل طريقي سان مال کائڻ جو مطلب اهو آهي تہ بنا عيوض جي ڪنهن جو مال کاڌو وڃي, ۽ ظاهر ڳالهہ آهي تہ جيڪو مال ڏنڊ يا جرماني طور ورتو ويندو آهي اهو بہ ڪنهن شيءِ جي عوض ۾ ڏيڻ کانسواءِ ورتو ويندو آهي ان ڪري اهو مال کائڻ بہ جائز نہ آهي.

٣. حضرت انس رضي الله تعاليٰ عنہ کان روايت آهي تہ پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وسلم فرمايو:

لايحل مال امرا مسلم الا بطيب من نفسہ[4]

"ڪنهن مسلمان جو مال ان جي دل جي خوشي کانسواءِ (کائڻ) حلال نہ آهي."

جيڪو مال ڪنهن ماڻهو کان جرماني طور ورتو ويندو آهي اهو دل جي خوشي سان پنهنجو مال ڪونہ ڏيندو آهي ان ڪري اهڙو مال وٺڻ جائز نہ آهي.

٤. علامہ ابن نجيم ۽ ابن عابدين جو خيال آهي تہ مالي تعزيراسلام جي شروع واري زماني ۾ هئي,آخر ۾ منسوخ ٿي وئي.[5]

مالي سزا جي جائز هجڻ جا قائل فقيہ ۽ سندن دليل:

امام مالڪ ۽ امام احمد رحمة الله عليهما چند مخصوص مسئلن ۾ مالي تعزيرکي جائز قرار ڏين ٿا.امام شافعي جوهڪ قول بہ اهوئي آهي،حنفيہ مان امام ابو يوسف رحمة الله عليہ ضرورت وقت مالي تعريزکي جائز قرار ڏين ٿا.[٦]

## حنفيہ وٽ امام ابو يوسف رحمة الله عليہ جي قول جي تاويل:

جيئن تہ حنفي مسلڪ ۾ مالي تعزير جائزنہ آهي.[٧] ان ڪري انهن امام ابو يوسف رحمة الله عليہ جي قول جي تاويل هن طرح ڪئي آهي تہ امام ابو يوسف رحمة الله عليہ وٽ مالي سزاجي جائز هجڻ جو مطلب اهو آهي تہ ڏوهاري جي مال مان ڪا شيءَ ڪجهہ عرصي لاءِ ضبط ڪئي وڃي جيئن هو پنهنجي ڏوه کان رڪجي وڃي ۽ جڏهن معلوم ٿئي تہ هوپنهنجي ڏوه کان رڪجي ويو آهي تہ پوءِ حاڪم ان کي مال واپس ڪري،ليڪن مالي تعزير جواهو مطلب هرگز نہ آهي تہ حاڪم ان جومال پنهنجي لاءِ وصول ڪري يا بيت المال ۾ جمع ڪرائي،جيئن ظالم ڪندا آهن،ان ڪري جوڪنهن مسلمان جومال بنا شرعي سبب جي وٺڻ درست نہ آهي، البت جيڪڏهن حاڪم ڏوهي جي توبهہ کان بلڪل مايوس ٿي چڪو هجي تہ پوءِ جتي مناسب سمجهي اتي خرچ ڪري.[٨]

## حنفين جي تاويل تي علامہ عبد الله بن المحسن الطُريقي جي تنقيد:

علامہ عبدالله طُريقي حنفين جي ان تاويل کي عقل ۽ قياس کان دور سمجهن ٿا.سندن چوڻ آهي تہ: هيءَ تاويل عقل ۽ قياس کان دورآهي ڇاڪاڻ تہ اهڙي طرح ڏوهاري کي تنبيهہ نٿي ٿي سگهي،ان ڪري جو ڏوهي ڏيکارڻ لاءِ توبهہ ڪري سگهي ٿو جيئن سندس مال کيس واپس ملي، ۽ پوءِ وري ساڳئي ڏوه ۾ملوث رهندو،حالانڪ اهڙي موقعي تي مال وٺڻ يا تلف ڪرڻ ئي گهربل سزا هوندي آهي.[٩]

علامہ طُريقي جي قول جي تائيد ابن همام رحمة الله عليہ جي هن قول مان بہ ملي ٿي:مالي سزا ان وقت جائز آهي جنهن وقت قاضي يا والي جي نظر ۾ ائين ڪرڻ مناسب هجي،سزا جي لائق ماڻهن مان هڪ اهو بہ آهي جيڪو جماعت سان نماز نہ ٿو پڙهي،سزا جي طور ان کان مال وٺڻ جائزآهي ۽ هن قول جو بنياد امام ابو يوسف جي مسلڪ تي آهي.[١٠]

جن فقيهن سڳورن جوخيال آهي تہ مصلحت تحت مالي سزاڏيڻ جائزآهي اهي هينين دليلن مان ثبوت وٺن ٿا:

١. امام بخاري ۽ امام مسلم حضرت سلمہ بن اڪوع رضي الله عنہ کان روايت ڪن ٿا:جنهن ڏينهن خيبرجي جنگ فتح ٿي تہ شام جوماڻهن تمام گهڻيون باهيون ٻاريون.پاڪ سڳورن ﷺ پڇيو: ايترين باهين تي ڇا ٿا پچائين؟ صحابين سڳورن رضي الله عنهم عرض ڪيو:گوشت ٿا

پچائن.پاڻ سڳورنﷺ پڇيو تہ: چا جوگوشت آهي؟چيائون:پاليل(گهريلو) گڏهن جوگوشت آهي.پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو: گوشت هاريو ۽ ديڳڙيون پيچي ڇڏيوهڪ ماڻهو عرض ڪيو:حضور!گوشت هاري ديڳڙيون ڌوئي نہ ڇڏيون؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو : چڱوائين ئي ڪيو.[١١]

هن حديث پاڪ مان هن طرح دليل ورتووڃي ٿوتہ پاڻ سڳورن ﷺ جيڪوديڳڙين پيچڻ جوحڪم ڏنو اها هڪ قسم جي مالي سزا هئي جيتوڻيڪ صحابين سڳورن جي عرض ڪرڻ تي پاڻ سڳورن ﷺ کين ديڳڙيون ڌوئي وري استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏني,پر پيغمبر پاڪ ﷺ ڪڏهن بہ ڪنهن ناجائز ڳالهہ جوحڪم نٿا ڏئي سگهن.

٢.امام احمد رحمة الله عليہ پنهنجي مسند ۾ حضرت عبدالله بن عمررضي الله عنہ کان نقل ڪن ٿا:پاڻ سڳورنﷺ مونکي ڇري آڻڻ لاء چيو.مون ڇري حاضر ڪئي.پاڻ سڳورنﷺ ان کي تکي ڪرائڻ لاء موڪليو.ڇري تکي ڪئي وئي.پوءِ پاڻ سڳورن ﷺمونکي ڇري ڏيندي فرمايو:صبح جوسوير هيءَ ڇري کڻي اچجان.مون ائين ئي ڪيو.پوءِ پاڻ سڳوراﷺ پنهنجن صحابين سڳورن کي ساڻ ڪري بازارپهتا,اتي شام مان آندل شراب جامشڪ رکيل هئا,پاڻ سڳورنﷺ مون کان ڇري وٺي ڪري اتي جيڪي شراب جا مشڪ رکيل هئا تن سڀني کي ڦاڙي ڇڏيو.پوءِ ڇري مونکي ڏنائون,۽ پنهنجي ساٿين کي چيائون تہ هو مون سان(ابن عمر سان)گڏ هلن ۽ منهنجي مدد ڪن ۽ مونکي حڪم ڏنائون: تہ مان سڀ بازاريون گهمان ۽ جتي بہ شراب جو ڪو مشڪ ڏسان تنهن کي ڦاڙي ڇڏيان. پوءِ مون حڪم جي تعميل ڪئي ۽ بازارين ۾ جيڪا شراب جي مشڪ نظر آئي تنهن کي ڦاڙي ڇڏيم.[١٢]

پاڻ سڳورن ﷺ شراب رکڻ وارن ماڻهن کي انهن جون مشڪون ڦاڙي سزا ڏني ۽ مشڪ ڦاڙڻ هڪ مالي سزا آهي, جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ضرورت جي وقت مالي سزا ڏئي سگهجي ٿي.

٣. امام احمد, نسائي ۽ ابو دائود,حضرت بهز بن حڪيم رضي الله عنہ جي واسطي سان ان جي ڏاڏي کان نقل ڪيو آهي:مون حضوراڪرمﷺ کي هيئن فرمائيندي ٻڌو:جهنگ ۾چرندڙ هرچاليهہ اُٺن تي هڪ بنت لبون( ٻن سالن جي توڏي) زڪات ۾ واجب آهي,ان حساب مان ڪوبہ اُٺ گهٽايو نہ ويندو.جيڪو ثواب جي نيت سان ڏيندوان کي اجرملندو ۽ جيڪو نہ ڏيندو تہ اسين ان کان (زبردستي) بنت لبون بہ وصول ڪنداسين ۽ ٻئي مال جو اڌ بہ(ٻي روايت ۾ ٻئي مال جي اڌ بدران ٻين اٺن جواڌجا لفظ آهن) ۽ اهو اسان جي رب جو حق آهي,البت زڪوات جي مال مان آلِ محمد لاءِ ڪا شي حلال نہ آهي.[١٣]

زڪوات روڪيندڙ کان اڌمال جو کسڻ هڪ مالي سزا آهي,جنهن کي پاڻ سڳورن ﷺ الله

تعاليٰ جو حق ۽ واجب قرار ڏنو جنهن مان معلوم ٿيو تہ ضرورت وقت ڏوهيءَ کي اها سزا ڏئي سگهجي ٿي.

۴. امام ابو دائود ۽ امام نسائي رحمة الله عليهما ،عمرو بن شعيب رضي الله عنہ جي واسطي سان ان جي ڏاڏي کان نقل ڪن ٿا:پاڻ سڳورن ﷺ کان باغ ۾ لڙڪندڙ ميون جي باري ۾ پڇيو ويو (جيڪڏهن اتان ڪو چوري پٽي وڃي تہ ڇاحڪم آهي؟ ) پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو:جيتريقدر ڪنهن بکايل کائي ورتا ۽ دامن ۾ ڪا شيءَ نہ لڪايائين تہ ان تي ڪجهہ بہ نہ آهي پر جيڪو ماڻهو ڪجهہ کڻي نڪتو ان تي ٻيڻ ڏنڊ ۽ سزا آهي.ٻي روايت ۾آهي:ان تي ٻيڻي قيمت ۽ عبرتناڪ سزا عائد ٿيندي [۱۴]

۵. حضرت عبدالله بن عمرورضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مزينہ قبيلي جوهڪ ماڻهو حضور اڪرمﷺ جن وٽ آيوجنهن چيو:اي الله جا رسولﷺ!جيڪا ٻڪري چرڻ واري هنڌ مان چورائي وئي ان جي باري ۾ڇا حڪم آهي؟پاڻ سڳورنﷺ فرمايو:(چور تي) ٻيڻي قيمت ۽ عبرتناڪ سزا آهي البت واڙي (تحفظ واري جاءِ) تائين پهچڻ کان اڳ ۾ چورايل ٻڪري تي هٿ نہ ڪٽيو.[۱۵]

بيان ڪيل ٻنهي روايتن مان واضح آهي تہ پاڻ سڳورنﷺ لڙڪندڙ ميون ۽ چرڻ واري هنڌ مان چورايل ٻڪري جي ٻيڻي قيمت چور تي مقرر ڪئي، جيڪا سنئون سڌو مالي ڏنڊ آهي، جنهن مان مالي سزا جو ثبوت ملي ٿو.

اهڙي طرح نبي ڪريم ﷺ کان نقل ٿيل هيٺين واقعن مان بہ مالي سزا جو ثبوت ملي ٿو.

٦.پاڻ سڳورنﷺ حضرت عبدالله بن عمررضي الله عنہ کي ٻن ڦِڪن ڪپڙن جي ساڙڻ جو حڪم ڏنو(جيڪي کيس پهريل هئا) هن عرض ڪيو: حضورﷺ!مان انهن کي ڌوئي (انهن جو رنگ لاهي) نہ ڇڏيان؟پاڻ ﷺ فرمايو: نہ،انهن کي ساڙي ڇڏ.[١٦]

۷. پاڻ سڳورن ﷺ مسجد ضرار کي ڊهرايو.[۱۷]

۸. پاڻ سڳورنﷺ سوني منڊي پائيندڙ کي ان جي اڇلڻ جو حڪم ڏنو هن اڇلي ڇڏي ۽ پوءِ ڪنهن بہ نہ کنئي .[۱۸]

۹.پاڻ سڳورنﷺ جنگ جي موقعي تي بنو نضير کي ڪاوڙ ڏيارڻ لاء انهن جي کجين کي ڪٽرايو ۽ ساڙايو.[۱۹]

نبي ڪريمﷺ جي بيان ڪيل انهن حديثن کان علاوه صحابين سڳورن جي فيصلن مان بہ مالي سزا جو ثبوت ملي ٿو جيئن هيٺين صحابين سڳورن جي فيصلن مان ظاهر آهي.

١٠.حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنہ سرڪاري عهدي دوران جيڪومال ناهيو هو(ان بابت حضرت عمررضي الله عنہ جو خيال هو تہ هُن آمدني کان ببڻ تي مال گڏ ڪيو آهي ان ڪري) حضرت ان جواڌ ان کان وصول ڪري بيت المال ۾جمع ڪرائي ڇڏيو.

١١.حضرت عمررضي الله عنہ حضرت حاطب بن ابي بلتعة کان ان ڏاچي جي ببٽي قيمت ڀرائي جنهن کي سندس غلامن(بُک جي ڪري) مالڪ کان ڦري ذبح ڪيو ۽ پوءِ پچائي کاڌائون.[20]

١٢. حضرت عمر ۽ حضرت ابن عباس رضي الله عنهما انهن ماڻهن تي دية مغلظہ (سخت دية) جو حڪم ڏنو جيڪي مڪي پاڪ ۾ حرمت وارن مهينن ۾ قتلِ خطا جا مرتڪب ٿين.[21]

١٣.حضرت عمررضي الله عنہ حضرت زبيررضي الله عنہ جي پٽ کي جڏهن ريشم جوڪپڙو پاتل ڏٺوتہ ان جي بدن تي ئي ان ڪپڙي کي ڦاڙي ڇڏيوحضرت زبير رضي الله عنہ چيو:سائين! توهان تہ ٻار کي ڊيجاري ڇڏيو.حضرت عمررضي الله عنہ فرمايو: تہ پوءِ ٻارن کي ريشم جو ڪپڙونہ پارائيندا ڪيو.[22]

١٤.حضرت عمررضي الله عنہ کان ئي روايت آهي تہ هو پاڻي مليل کير کي مالڪ کي تنبيه ڪرڻ لاءِزمين تي هاري ڇڏيندا هئا .[23]

١٥.سندس ئي باري ۾ هيءَ روايت آهي تہ پاڻ رضي الله عنہ ان دڪان کي باهہ ڏيڻ جو حڪم ڏنو جنهن ۾ شراب وڪڻيو ويندو هواهو دڪان رويشد ثقفي جو هوجنهن کي حضرت عمررضي الله عنہ فرمايو:تون تہ فويسق(گمراهہ) آهين.رويشد (سڌي راهہ تي هلندڙ) نہ آهين.[24]

١٦.اهڙي طرح امير المؤمنين علي رضي الله عنہ بہ ان ڳوٺ کي ساڙڻ جو حڪم ڏنو جنهن ۾ شراب جوڪاروبار ڪيو ويندو هو.[25]

١٧.حضرت سعد بن ابي وقاص رضي الله عنہ جي باري ۾ روايت آهي تہ ان ڪنهن غلام کي مديني شريف جي حرم ۾ شڪار ڪندي ڏٺو تہ ان کان سندس سامان کسي ورتائين، ۽ فرمايائين: مون حضورﷺ کي هيئن فرمائيندي ٻڌو تہ :جنهن کي توهان هتي شڪار ڪندي ڏسو ان کان ان جو سامان کسيو.[26]

## ترجيح لائق راءِ:

ٻنهي ڌرين جي دليلن تي نظر ڪرڻ سان ٻي ڌر(جن جو چوڻ آهي تہ مصلحت خاطر مالي سزا ڏيڻ جائزآهي) جي راءِ قابل ترجيح نظر اچي ٿي،ڇو تہ پهرين ڌر جيڪي دليل پيش ڪيا آهن اهي عام نوعيت جا آهن.جن جي تخصيص نبي ڪريمﷺ جي قول ۽ عمل جي بنياد تي ڪري سگهجي ٿي. باقي رهيو پهرين ڌرجو اهو چوڻ تہ "مالي سزا جو حڪم منسوخ ٿي چڪو آهي"صحيح نظر نہ ٿواچي ڇو تہ جيڪڏهن مالي سزا منسوخ هجي ها تہ پوءِ حضورﷺ کان

بعد صحابي سڳورا خاص طور تي حضرت عمرفاروق رضي الله عنہ جهڙا شريعت جا مزاج شناس شخص مالي سزا جا فيصلا ڪيئن ڪن ها؟ اهو ئي سبب آهي جو علامہ ابن تيميہ ۽ ابن القيم مذڪوره فيصلن جي نقل ڪرڻ ڪان بعد نسخ جي دعويٰ جي ترديد ڪندي فرمائن ٿا:هيءَ سڀ فيصلا صحيح روايتن مان ثابت آهن.جيڪي اهلِ علم وٽ معروف ۽ مشهور آهن ۽ انهن ڪان علاوه ٻيا بہ ڪيترا ئي اهڙا ثبوت موجود آهن جن جي هوندي مالي سزا جي منسوخي جي دعويٰ ڪرڻ آسان نہ آهي ڇو تہ نبي ڪريم ﷺ ڪان ڪا بہ اهڙي روايت نہ آهي جنهن جي روشني ۾ سيني مالي سزائن کي حرام قرار ڏنو ويو هجي بلڪہ حضور ﷺ ڪان بعد خلفاء راشدين ۽ اڪابر صحابين سڳورن ڏوهارين کي مالي سزائون ڏنيون آهن جنهن مان واضح آهي تہ انهن وٽ "مالي سزا"منسوخ نہ هئي, اهڙي طرح جن صورتن ۾ مالي سزائن جو ذڪر ٿيو آهي تن مان گهڻين صورتن ۾امام احمد,امام مالڪ ۽ ان جا ساٿي مالي سزا جا قائل آهن,امام شافعي بہ ڪن صورتن ۾حديثن جي بنياد تي مالي سزاجو قائل آهي. ان ڪري جيڪي مالي سزا جي نسخ جي دعويٰ ڪن ٿا تن وٽ ڪتاب, سنت ۽ اجماع امت مان ڪو بہ اهڙو دليل نہ آهي جيڪو سندن دعويٰ جي تصديق ڪري.[٢٧]

بيان ڪيل دليلن کي سامهون رکندي اهو چئي سگهجي ٿو تہ جتي مالي سزا ڏوهيءَ جي اصلاح ۽ ملت جي مفاد ۾هجي اتي جاري ڪئي وڃي خاص طور تي رشوت خورن ۽ سرڪاري مال ۾ گهوٻيون هڻندڙ تي اهڙي سزا جو نفاذ نهايت فائديمند ثابت ٿيندو, ڇو تہ جهڙوڏوهہ تهڙي سزا.

مالي تعزير جون صورتون:

علامہ ابن تيميہ رحمة الله عليہ مالي تعزير جون ٽي صورتون لکيون آهن.

١.ڪنهن شيءَ جي وجود کي ضايع ڪرڻ.جيئن ڪنهن مسلمان وٽ شراب ڏسي ان کي هاري ڇڏڻ.

٢. تبديلي ۽ ڦير ڦار ڪرڻ.يعني شيءَ جي وجود کي ضايع نہ ڪيو وڃي پر ان ۾ ڪجهہ ڦير ڦار ڪئي وڃي جيئن پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجي گهر ۾ پيل مورتي جي منڍي ڀڃرائي ڇڏي هئي, پوءِ هو وڻ وانگر پئي نظر ايندي هئي يا جيئن گهر ۾ تصويرن وارو پردو ڏسي ان کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري وِهاڻا ٺهرائي ڇڏيا هئائون ،جيڪي پيرن ۾ پيا لتاڙبا هئا.

٣.ٻئي جي ملڪيت ۾ ڏيڻ

يعني ڏوهيءَ ڪان ڏنڊ وٺي مالڪ کي ادا ڪرڻ جيئن پاڻ سڳورن ﷺ وڻن مان پٽيل ميون ۽ چرڻ واري هنڌ مان چورايل ٻڪري جي ٻيڻي قيمت مالڪ کي ڏيارڻ جو حڪم ڏنو."[٢٨]

مقصد تہ جيڪڏهن ڪنهن ڏوهي وٽ ڪا اهڙي منع ٿيل شيءَ آهي جنهن کي ڪنهن بہ طرح

قابلِ استعمال نٿوبڻائي سگهجي تہ ان شيءَ جي وجود کي ضايع ڪيو ويندو.جيئن شراب ،هيروئن ۽ پيون نشو آڻيندڙ شيون، جن جو استعمال هڪ مسلمان لاء جائز نہ آهي،اهي جيڪڏهن ڪنهن مسلمان وٽ ڏٺيون وينديون تہ سندن وجود کي ئي ضايع ڪيو ويندو.پرجيڪڏهن ٿوري تبديلي سان ان کي استعمال لائق بنائي سگهجي ٿو تہ ان ۾ تبديلي آندي ويندي،جيئن مورتيون جن کي دڪاندار خاص طور تي ڪپڙن جي نمائش لاء استعمال ڪندا آهن انهن جون صرف منڍيون پڳيون وينديون.پر جيڪڏهن ڏوهاري ڪنهن فرد جو نقصان ڪيو هوندو تہ پوءِ ڏنڊ مالڪ کي وٺي ڏبو ۽ جيڪڏهن سرڪار جو جرم ڪيو هوندائين تہ ڏنڊ سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪرايو ويندو.

## حوالا ۽ حواشي

[1] ابن الهُمام محمد بن عبدالواحد، فتح القدير شرح الهدايہ، مصر، مطبع مصطفيٰ البابي الحلبي واولاده، ٣٤٥/٥، العيني محمود بن احمد، البنايہ في شرح الهدايہ، صححہ وحققہ وعلق عليہ مولانا فيض محمد ملتاني، ملتان، المڪتبة الحقانيہ ٤٩٥/٨، الجماعة من علمآء الهند ، الفتاوي الهنديہ في مذهب الامام الاعظم ابي حنيفہ النعمان،بيروت، داراحياء التراث العربي ١٩٨٠ع ط.٣، ١٦٧/٢، ابوزيد بن بكرعبدالله، الحدود والتعزيرات عند ابن القيم الجوزيہ دراسة وموازنة، دمشق، المڪتبة الاسلاميہ بدون ذكر طبع وتاريخ ص ٤٩٨، عبدالله بن عبدالمحسن الطريقي ، جريمة الرشوة في الشريعة الاسلاميہ ،الرياض، المملڪة العربية السعودية، ١٩٨٢ ع، ط.٣، ص ١١٤

[2] سورة النسآء آيت ٢٩

[3] سورة البقرة آيت ١٨٨

[4] ابن حنبل احمد، مسند احمد، الرياض،بيت الافڪار الدوليہ ١٩٩٨ع،ص ٤٧١

[5] ابن نجيم زين الدين، البحر الرائق ،مصر،دار الكتب العربية الكبري ٤١/٥،ابن عابدين محمد امين، رد المحتارعلي الدر المختار،مصر،دارالطباعة العامره، ١٩٦/٣

[6] ابن القيم، الطرق الحكمية في السياسة الشرعية، القاهره، الموسسة العربية ١٩٦١ع، ص ٣١٢، ابوزيد، الحدود والتعزيرات عند ابن القيم ص ٤٩٦، ابن الهمام،فتح القدير ٣٤٥/٥، ابن نجيم، البحر الرائق ٤١/٥

[7] ابن نجيم، البحر الرائق ٤١/٥، ابن عابدين، رد المحتار ١٩٦/٣

[8] ايضًا

[9] الطريقي ،جريمة الرشوة في الشريعة الاسلاميہ، ص ١١٦

[10] ابن الهمام، فتح القدير ٣٤٥/٥

[11] ابوعبد الله محمد بن اسماعيل البخاري، صحيح البخاري، ڪراچي،سعيد ايچ،ايم ڪمپني،٦٠٣/٢، ڪراچي ،قديمي ڪتب خانہ ، صحيح المسلم ١١٢/٢،ابن القيم، الجوزي، الطرق الحكمية ص ٣١٣

[12] ابن حنبل، مسند احمد ص ٤٧١

[13] ايضًا ص ١٤٧٠، ابو دائود سليمان بن اشعث السجستاني، سنن ابي دائود، ڪراچي،سعيد ايچ،ايم ڪمپني، ٢٢١/١، النسائي احمد بن شعيب ،سنن النسائي،ڪراچي،قديمي ڪتب خانہ ٣٣٥/١، ابن تيميہ شيخ الاسلام احمد، الحسبة في الاسلام اووظيفة الحكومة الاسلاميہ،من مطبوعات الجامعة الاسلاميہ بالمدينة المنوره بدو تاريخ ص ٥٠

[١٤] سنن ابي دائود ٢/٢٤٧، سنن نسائي ٢/٢٦٠،نوٽ: محفوظ جڳه مان مخصوص مقدار جي شيءَ ڪنهن عاقل بالغ جي طرفان مخفي طريقي سان ڪڍڻ جو نالو چوري آهي،محفوظ جڳه جيئن گهر، دڪان،پانڊو،واڙو وغيره ۽ مخصوص مقدار.حنفيہ وٽ ڏهہ درهم يعني اڍائي تولاچاندي آهي، الفتاوىٰ الهندية ٢/١٧٠.بيان ڪيل شرطن سان گڏ جيڪا چوري ڪئي ويندي ان تي هٿ ڪٽيو ويندو.

[١٥] سنن نسائي ٢/٢٦٠

[١٦] ابن تيميہ، الحسبہ في الاسلام ص ٤٩

[١٧] ايضًا

[١٨] ابن القيم، الطرق الحكمية ص ٣١٣

[١٩] القيشري،صحيح مسلم ٢/٨٥، ابن القيم، الطرق الحكمية ص ٣١٣

[٢٠] حضرت عمررضي الله عنہ پهرين انهن غلامن جي هٿ ڪٽڻ جو حڪم ڏنو پر جڏهن مٿس ظاهر ٿيو تہ هو بک کان مجبور ٿي ڏاچي کهي کائي ويا تہ پهريون حڪم منسوخ ڪندي انهن جي مالڪ حاطب بن ابي بلتعة رضي الله عنہ کان ڏاچي جي ٻيڻي قيمت ڀرايائين. البيهقي احمد بن حسين،السنن الكبري،حيدرآباد دکن،مطبعہ مجلس دائرة المعارف العثمانيہ،١٣٦٢هہ،ط١، ٨/٢٧٨

[٢١] الطريقي،جريمة الرشوة ص١٢٠

[٢٢] ابن القيم، الطرق الحكمية ص ٣١٤.

[٢٣] ابن تيميہ ، الحسبہ في الاسلام ص ٥٣

[٢٤] ايضًا

[٢٥] القيشري،صحيح مسلم ١/٤٤١ ، ابن تيميہ ، الحسبہ في الاسلام ص ٤٩،الطريقي،جريمة الرشوة ص ١١٨

[٢٦] ابن تيميہ ، الحسبہ في الاسلام ص ٥٢

[٢٧] ابن تيميہ،الحسبہ في الاسلام ص ٥٠، ابن القيم، الطرق الحكمية ص ٣١٤

[٢٨] ابن تيميہ، الحسبہ في الاسلام ص ٥٦_ ٥٧، اختصار سان